## سنڌ جي هزارين سال اڳ وسيل شهر، مکيه انتظامي ۽ واپاري مرڪز ۽
## ڏکڻ ايشيا جي سرواڻ سامونڊي بندرگاهه

# باربيريڪان / ديبل يا

# پــــنــــيــــور

جي

## لوڪ ڪٿائن آثار رچيل ۽ صنم ماروئيءَ جي ڳايل راڳ جي
## لُڙ ۾ لُڙاتجي ويل تاريخي حيثيت

عمر سومرو

سنڌ جا پراڻا آثار سڄر سنڌ جي ثقافت ڪاتي حوالي ٿيا آهن. انهن تي پنهنجو مارڪو (ٽريڊ مارڪ) هڻڻ لاءِ ثقافت کاتو مُک آثارن تي ڪانفرنسون پيو ڪوٺائي. 10 مارچ تي ڪوٺايل ڪُلجُڳ پنيور ڪانفرنس بہ ان جي هڪ ڪڙي هئي. ان ڪانفرنس جي خبر عوام تائين سنڌي ميڊيا

**”ٻُرو هو پنيور، آرياڻيءَ اُجاريو“**

سِٽ سان ۽ اردو ميڊيا

**”نِي سَسِي اي، بي خبري، تيرا لُٽيا اِي شهر پنيور نِي“**

سٽ سان شروع ڪري پهچائي.

سنڌ جي هن هزارين سال اڳ وسندڙ شهر، مکيه انتظامي ۽ واپاري مرڪز ۽ ڏکڻ ايشيا جي سرواڻ سامونڊي بندرگاهه جي تاريخ پلوڙ سنڌ پارکُو ايم. ايڇ. پنهور پنهنجي مختلف ڪتابن ۾ هن ريت بيان ڪئي آهي. پڙهندڙ هيءَ تاريخ پڙهي پاڻ انصاف ڪن تہ ان جي روشني ۾ ميڊيا جو هن شهر کي ڏنل اهو تعارف ڪيڏو نہ ڏکوئيندڙ ۽ لوڪ ڪٿائن کي تاريخ جو درجو ڏيندڙ سنڌي تاريخدانن جي منهن کي ڪيڏي نہ زبري چماٽ آهي.

پنيور هينئر سمنڊ کان پنجٽيهہ ڪلوميٽر پري آهي، پر ٽيرهين صديءَ ۾ اهو سمنڊ کان رڳو ويهہ ڪلوميٽر پري هو. 324 ق-م ۾ سڪندر اعظم جي ٻيڙن جي لنگر هڻڻ وقت باربيريڪان سڏجندڙ هي شهر بلڪل سمنڊ ڪنڌيءَ سان يا ميل ٻہ ڪن پري سنڌوءَ جي واهڙ ڪلريءَ جي ڪَڙَ سان هو. مورين کان پوءِ سنڌ تي باختري يونانين، سِٿين ۽ پارٿين جي لڳ ڀڳ ٽي صديون (187 ق-م کان 78ع تائين) راڄ دوران باربيريڪان (اڳتي هلي ديبل ۽ پنيور) ڏکڻ ايشيا سميت اوڀر جو سرواڻ بندرگاهه بڻيو. رني ڪوٽ قلعو پڻ انهن ڏينهن ۾ اَڏيو ۽ ان ئي زماني ڏاري برهمڻڪا شهر وسيو، جيڪو اڳتي هلي برهمڻ آباد ۽ پوءِ منصوره بڻيو. 70 يا 71ع ۾ هڪ يوناني-مصري ليکڪ رومي ٻوليءَ ۾ ”دي پيرِيپلَس آف ايريٿرائن سِي“ نالي ڪتاب لکيو. ڳاڙهي سمنڊ کان ايرِنڊَي انڊيز تائين واپار ۽ پاڻيءَ جي سفر لاءِ سونهين طور لکيل هن ڪتاب ۾ سِمِٿَس (سنڌو) جي منهن واري بندرگاهه باربيريڪان ۽ پارٿين جي قبضي هيٺ مکيه شهر مِناگرا (گهٽو ڪري برهمڻ آباد) جا نالا ۽ سنڌ پاران ڏيساور مان گهرائجندڙ مال جهڙوڪ گلڪاريءَ وارو ڪپڙو، پکراج، مونگو (مرجان)، سلاجيت، سوئرن جي وٿاڻ جو ڏُوپ، شيشي جا ٿانوَ، چاندي ۽ سون وغيره ۽ ڏيساور موڪلجندڙ مال نِيرُ، سُٽُ (سوٽي ڪپڙو ۽ سٽ مان ٺهيل شيون)، ريشم، پشم، سُنبل، لاک ۽ سرهاڻ وغيره ڏنل آهن، جيڪي اترين علائقن کان سنڌوءَ سميت پنجاب جي دريائن رستي باربيريڪان پهچندا هئا. هي ڪتاب ٻڌائي ٿو تہ سنڌ ملڪ سِٿيا يا سِٿين جو ڏيهہ سڏجي ٿو.

سنڌ (ديبل ۽ مڪران) جي راجا سنڌ ايران تي 420-440ع تائين حڪومت ڪندڙ بهرام-پنجين (بهرام گور) کي ڏني. فردوسيءَ مطابق بهرام گور ويس مَٽائي قنوج ويو ۽ قنوج جي راجا شانگل کيس پنهنجي ڌيءُ جو سڱ ڏئي مانُ ڏنو ۽ موٽ ۾ ڪابل، سنڌ، هند، صندال، جندل، ڪشمير ۽ ملتان جا راجا ساڻ ڪري وٺس ويو.

عربن ڏکڻ ايشيا تي پهرين بحري ڪاهہ 637ع / 15هہ ۾ بَروَس (بروچ) ۽ بمبئي ويجهو ٿانا وٽ بحرين جي گورنر عثمان جي ڀاءُ الحَڪَم بن ابي العاس جي سالاريءَ ۾ ڪئي. ان جو ٻيو ڀاءُ مغيره ديبل واري سامونڊي چُڪَ ۾ گهڙيو، پر ڪجهہ هٿ حاصل نہ ٿيس.

640ع يا ٿورو پوءِ ايراني سلطنت ۾ وڳوڙ سبب چچ يا راءِ سِهاسي پنهنجي بادشاهي انهي پاسي وڌائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ مڪران، جهلاوان، گنداوا وغيره تي قبضو ڪري ڪرمان ۽ مڪران کي ڇنندڙ ڪنهن ڏارا وٽ پنهجو دنگ مقرر ڪري ڇڏيائين. ٿي سگهي ٿو تہ انهي جي ڪري سنڌ مٿان عربن جي پهرين ڪاهہ ڪنهن بحري ڪاهہ يا خليفي عثمان واري ديبل خلاف مهم جي روپ ۾ ٿي هجي. ڇاڪاڻ تہ عربن مڪران کي ايراني سلطنت جو حصو ٿي سمجهو ۽ ان ليکي پنهنجي بادشاهيءَ جو حصو ٿي سمجهيائون. ڪنهن وقت ساساني راڄ هيٺ رهندڙ هي علائقا اصل ۾ 637ع ۾ ايراني سلطنت ڍهڻ وقت آزاد ٿي ويا هئا.

642/43ع / 21هہ ۾ خليفي عمر پاڻيءَ واري فوج جو هڪ جٿو مُغيره جي مهنداريءَ ۾ ديبل تي چاڙهي موڪليو. عربن جي لشڪر کي شڪست ٿي ۽ سندن مهندار ديبل جي جنگ ۾ چچ جي گورنر هٿان مارجي ويو. خليفي ٻيو لشڪر مڪران ۽ ڪِرمان ڏانهن موڪليو، پر

عراق جي گورنر جي ان صلاح تي تہ سنڌ جو بادشاهہ ڏاڍو طاقتور آهي سنڌ تي وڌيڪ ڪاهون بند ڪيون ويون.

670-700ع ۾ عربن کي بولان لڪ رستي سنڌ ۾ گهڙڻ ڪان 50 سالن ڪان وڌيڪ عرصي تائين ڪاميابيءَ سان روڪيو ويو. پر جيئن تہ ڏاهر جو لاڙ سنڌ ۾ مڪران تي 30 سالن تائين ڪو ڪنٽرول نہ هو، تنهنڪري اتي سندس پوزيشن ان حد تائين هيٺي ٿي وئي جو مڪران-ديبل دڳ ۾ 711ع ۾ حقيقت ۾ ڪو عربن کي سامهون ٿيڻ وارو ئي نہ هو.

مُجہ جي مرڻ ڪان پوءِ حجاج 695/96ع / 75هہ ۾ هارون بن ضِره النَماري کي هند سان لڳندڙ دنگن جو گورنر مقرر ڪيو. ديبل جي ميدِ قورن عربن جا سرانديپ ڪان موٽندڙ جهاز ڦريا ۽ مسلمان مايون ڪنيائون. حجاج انهن تي ڪيترائي پيرا لشڪر چاڙهي موڪليو. انهن ڪاهن مان ٻن جا مهندار عبيدالله بن نبهان ۽ بُديل بن جهفہ هئا. سڀ جو سڀ ناڪام ٿيا.

704ع ۾ ميدِ قورن ديبل ويجهو سمنڊ ۾ سيلون ڪان مسلمان مايون کڻي ويندڙ هڪ جهاز کي باندي بڻايو. حجاج راجا ڏاهر کي مايون ڇڏڻ لاءِ چيو. ڏاهر ورائيس تہ قورن مٿان سندس وَسُ ڪونهي. نتيجي ۾ نئين سِر دشمني پيدا ٿي. حجاج 637 ۽ 663 کان 683ع تائين وارين ستن ڪاهن کي للڪاريندڙ سنڌ ملڪ کي فتح ڪرڻ جون نئين سِر ڪوششون شروع ڪيون. حجاج، عبيدالله بن نبهان کي ديبل مٿان حملو ڪرڻ لاءِ موڪليو، پر انهي کي شڪست ٿي ۽ مارجي ويو. سندس قبر ڪلفٽن وٽ آهي ۽ عبدالله شاهہ غازي جي مزار ڪونجي ٿي. قورن ۾ جاٽ شامل هئا، تنهڪري سنڌ جي فتح ڪان پوءِ انهن کي ڏيهہ نيڪالي ڏني وئي. هي واقعو عبدالمالڪ جي 86هہ / 705ع ۾ مرڻ ڪان اڳ ٿيو هوندو. سيلون کي چچنامو سرانديپ ۽ بلاذري لعلن وارو ٻيٽ چوي ٿو. چچنامو ٻڌائي ٿو تہ قورو ناگمارو قبيلي جا هئا. ڊاڪٽر دائودپوٽي عبدالله شاهہ جي قبر جي اصليت جي ڇنڊڇاڻ ڪئي آهي.

معصومي سنڌ مٿان ڪاهہ جي ڪارڻ بابت هڪڙي ٻي ڳالهہ ڪئي آهي، پر اها ليکڪ جي پنهنجي گهڙيل ٿي لڳي. اصل ڪارڻ ٿي سگهي ٿو تہ عرب سلطنت جي پکيڙ وڌائڻ ۽ خارجين پاران پيدا ڪيل مسئلن جي ڪري خالي ٿي ويل خزاني کي ڀرڻ واري لوڀ هجي. اهڙيون ڪاهون ڪابل، آمون، چيني ترڪستان (ڪاشغر) مڪران ۽ اسپين تي پڻ ڪيون ويون هيون.

عبيدالله جي ديبل وٽ مرڻ ڪان پوءِ حجاج 709ع ۾ بُديل بن جُهفہ کي عمان ڪان سمنڊ رستي سنڌ تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ موڪليو. مڪران ڪان محمد ابن هارون جو موڪليل لشڪر بہ ساڻس اچي گڏيو. بُديل کي ڏاهر جي پٽ جئسينا هڪ ڏوبدو ويڙهہ ۾ شڪست ڏئي ماري وڌو، جيڪا ديبل ويجهو هڪڙو سجو ڏينهن هلي. اها عربن جي سنڌ فتح ڪرڻ لاءِ ٽائين ڪوشش هئي. هن ويڙهہ ۾ بُديل سان 300 گهوڙيسوار ۽ جئسينا سان 4،000 ماڻهو ۽ 4 هاٿي هئا.

بُديل جي ديبل ويجهو مرڻ ڪان پوءِ 709ع ۾ نيرون جي ٻوڌي گورنر سُندر، عربن پاران پلاند ڪان ڊڄي، پناهہ عيوض جزيو قبوليندي حجاج ڏانهن هڪ ميڙ موڪلي. چيو وڃي ٿو تہ بُديل کي ڏاهر جي ٻوڌي لشڪر ماريو هو.

محمد بن قاسم شيراز ڇڏڻ ڪان پوءِ ڪيترن مهينن جي ڪڙي ڪان پوءِ 711ع ۾ ڪنزبور (پنجگور) فتح ڪيو ۽ ان ڪان پوءِ ارميل يا ارمابيل (لسٻيلو) ۾ سُڪيءَ رستي ديبل پهتو.

محمد بن قاسم سمنڊ رستي پهتل ڪڙو چاڙهڻ وارين مشينن کي ترتيب سان ٻيهاري ديبل تي ڪڙڪيو، جنهن مندر (گهڻو ڪري ٻوڌي) جي چوٽيءَ واري جهنڊي جي منجنيق سان ڊهڻ ڪان پوءِ هٿيار ڦٽا ڪيا. 4،000 مسلمان آبادڪارن کي ديبل ۾ وسايو ويو ۽ شهر جو چوٿون حصو انهن کي ڌار ڪري ڏنو ويو. مندر جي ڪجهہ حصي جي بي حرمتي (پرشٽا) ڪئي وئي. 700 سهڻيون مايون باندي بڻايون ويون ۽ شهر ۾ 3 ڏينهن تائين ڪوس ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي. هڪ مسجد جوڙي وئي ۽ حامد ابن ودا النجدي کي ديبل جو گورنر مقرر ڪيو ويو. ڀنڀور واري ماڳ کي هاڻ ديبل ڪري سڃاتو ويو آهي.

شهر جو پراڻو قلعو عربن جي فتح ڪان گهڻو اڳ جو هو، پر ان جي وقت بوقت مرمت ٿيندي رهي هئي. اڏاوتن توڙي گهرن ۾ ويجهين ٽڪرين جو پٿر ڪتب ايندو هو، پر تنهن هوندي بہ غريباڻا گهر ۽ قلعي جو اندريون پاسو ڪچين سرن جا نهيل هئا. شهر لڳ ڀڳ پنجونجاهہ ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. اڄ تائين صرف ڏهہ سيڪڙو ڀاڱي جي کوٽائي ٿي آهي، تنهنڪري عام ماڻهوءَ جي زندگي اجا بہ هڪ راز آهي. قلعي کي ٽي در هئا: هڪڙو سڪيءَ واري پاسي، ٻيو ڍنڍ واري پاسي، اتان ئي گهڻو ڪري درياءَ ڏانهن بہ وڃبو هو، ۽ ٽيون سمنڊ واري پاسي. شهر جا ماڻهو پاڻي بہ گهڻو ڪري ڍنڍ جو پيئندا هئا. شهر جي اترين پٽ وٽ ڇُرَ جو ڪم ٿيندو هو ۽ اتي ڪجهہ غريباڻا گهر بہ هئا. مسلمانن هندن جو مندر ڊاهي اتي پنهنجي مسجد جوڙي ڇڏي. ڪوفي ۽ واسط وارين ان دؤر جي مسجدن وانگر هن مسجد ۾ بہ محراب ڪونهي. مسجد جي دروازي وٽ ۽ ٻين هنڌن تي 'لِنگم' پوريل آهن، جيئن مسجد ڏانهن ايندڙ مسلمان انهن کي پيرن هيٺان لتاڙيندا اچن. لڳي ٿو تہ عربن هٿان فتح ٿيڻ ڪان اڳ سنڌ ۾ لنگم جي پوڄا عام هئي. مسجد اٽندي 727/28ع ۾ نهي راس ٿي هئي. لنگم جي پوڄا اٽندي موهن جي دڙي ۾ ٿي، جتان اهڙيون شيون نڪتيون آهن. سنڌ جا هندو ڪجهہ مسلمان بزرگن جي مزارن تي لنگم جي پوڄا ڪندا هئا. قلعي جي پٽين کي مضبوط پاڙ يا ٻچي (revetment) لڳل هئي، جنهن جو ٻاهريون ڪنارو ٻہ ميٽر اوچائيءَ ڪان ٿورو مٿي پاسيرو گهُڙيل آهي. ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد جهڙن شهرن ۾ پاڻيءَ جي نيڪال جو سٺو بندوبست هو ۽ کوٽائي ٿيڻ سان زمين جي اندران وارين نالين بہ لڌيون آهن. گهرن جون ڇتيون سڌيون هيون ۽ منجهن شهتير (ڪامون يا ورا) ۽ پٽيون پيل هئا.

730/31ع / 112هہ ۾ سنڌ جا ماڻهو عربن خلاف زوردار طريقي اٿي کڙا ٿيا، جنهن ۾ گهڻا عرب مارجي ويا ۽ سنڌ جي گورنر تميم کي گهڻين جنگين ڪان پوءِ سنڌ ڇڏي ڀڄڻو پيو. ڀاڄ دوران تميم بن يزيد العتبي ديبل ويجهو مري ويو. عراق ۾ اڀرندي وارن پرڳڻن جي گورنر جنرل خالد بن عبدالله القصري حَڪم بن عوانہ الڪلبي کي سنڌ ۾ هند جا حصا وري فتح ڪرڻ لاءِ موڪليو، جن مان قَصا کي ڇڏي ٻيا سڀ عربن ڪان کسجي چڪا هئا.

ڪڇ تي سنڌي قبيلي ڪاڻي جو قبضو هو، جيڪو ڪڇ ڏانهن 600-700ع جي وچ تي لڏي ويو هو. سنڌ جا هندو سما 712ع ڪان پوءِ ڪڇ وارن سان سڱاوتين ۾ ٻَڌجي چڪا هئا. تنهنڪري ڏيهي ماڻهن کي ڪڇين جي مدد سان اٿاري کڙو ڪرڻ سولو هو. ڪڇ جيئن تہ سنڌوءَ جي ٻيٽاري (ڊيلٽا) تي هڪ ٻيٽ هو، سو انهي اچ وڃ سولي بڻائي ڇڏي هئي ۽

ڪڇ جا سامونڊي ڦورُو ۽ ملاح انوقت جي عرب ملاحن ڪان بهتر هئا. اهي سورهين صديءَ تائين به ائين ئي رهيا، جڏهن پورچوگيزن جا هندي وڏي سمنڊ ۾ جوڙجَس رڳو اهي ئي هئا.

750/51ع / 133هه ۾ ايرندي عباسي سلطنت جي گورنر ابو مسلم خراسانيءَ سنڌ ڏانهن ابو مسلم عبدالرحمان بن مسلم مفلس عابديءَ کي موڪليو. منصور الڪلبي جو پاءُ، الهندي سنڌ جو گورنر، منظور ديبل ۾ مارجي ويو. الڪلبي منصوره ويجهو ابو مسلم جي فوج کي سامهون ٿيو، جتي ابو مسلم عابديءَ کي شڪست ڏني.

833-842ع / 218-227هه ۾ خليفي مُعتَصِم جي دور ۾ ديبل واري مندر جي ڪجهه ڀاڱي کي موسيٰ بن يحيٰ برمڪي قيدخانو بڻايو.

893/94ع / شوال 280هه ۾ ديبل ۾ ڌرتي ڌڏڻ سان گڏ ڇپون ڪريون، جنهن ۾ ڪيترائي گهر ڊٺا ۽ شهر ۾ 15 لک ماڻهو جيئرا پورجي ويا. زورائتا 5 لوڏا آيا، جن پوري شهر کي ناس ڪري ڇڏيو. مرڻ وارن جي انگ ۾ تمام گهڻو وڌاءُ ٿيل آهي. انهن ڏينهن ۾ سڄي سنڌ جي ڪل آبادي 10 لکن کان وڌيڪ نه هوندي. ڀنڀور جنهن کي هاڻ ديبل ڪري مڃيو ويو آهي سگهاري ڌرتي ڌوڏ علائقي ۾ آهي. ٿي سگهي ٿو ته ان جو ڪجهه حصو ڊٺو هجي. درياءَ جي ڪنڌيءَ سان ڇپن جو ڪرڻ پڻ ممڪن آهي.

سنڌو درياءَ جي ساڄي پاسي واري جنهن ڪلري واهڙ جي ڪَڙَ سان ڀنڀور شهر (باربيريڪان يا ديبل) وسيل هو سو اتان ڇڏي ڏکڻ-اوڀر طرف وڏو وڪڙ ڪري مڪليءَ جي ٽڪرين جي بلڪل پير ۾ اولهه پاسي کان وهڻ لڳو ۽ ڀنڀور شهر اجڙي ويو. 1524ع ۾ ڪلري ئي اصل درياءُ هو ۽ شروعات وارا لاڙي بندر سيئي انهي تي ٺهيا. ڪلري ۽ بگهاڙ جي هن ڦيري سان ٺٽي ۽ مڪليءَ جي ٽڪرين ہيٺ جو روپ ورتو. 1300ع ڌاري يا ٿورو پوءِ آيل ڪجهه آبي ڦيرن  سومرن کي پنهنجي راڄڌاني شاهه ڪپور کي ڇڏي ٺٽي اچڻ تي مجبور ڪيو.

ڀنڀور ۾ ڪجهه لاڳيتيون ڪوٺڙيون ۽ ڪليل دالان لڌو آهي، جتي ڪپڙو ۽ چمڙو چرِڻ لاءِ نڪر جا وڏا وڏا ٽانوَ (ڪُونَرَ) ٺهندا هئا. ٽامي ۾ ٿورو شيهو يا قلعيَ گڏائي پتل ٺاهيندا هئا. هندي ساگر جي ملڪن جو پاڻ ۾ هڪ ڪَرو ۽ ڪمائيءَ وارو ڪاروبار هلندو ٿي آيو. منصوره ٽوڙي برهمڻ آباد ڀنهي جي واپار ۾ لاٽ سنڌ جي واپار ۾ لاٽ جي ڪري نه آئي، پر اهي حملي آورن هٿان تباهه ٿيا. انهن ڏينهن دؤران هندي ساگر ۾ اهم سامونڊي بندرگاهه اسري چڪا هئا جهڙوڪ ايران ۾ ايراني نارِ ۾ صِراف، عمان ۾ صحار، ڪينيا ۾ مانڊا ۽ سري لنڪا جي اتر اوڀر سامونڊي ڪپ تي منتائي. پاڻيءَ جا جهاز ڀنڀور مان جپان، چين، مصر ۽ عراق ويندا هئا. اهي چوماسي جي هوائن جو پرپور لاڀ وٺندا هئا. ڪوڙ ساريون نيون جاندار رياستون ۽ فاطمي خلافت جڙڻ ڪري نَتَ نانگر وارن وڪرن جي گهرج وڌي. ڀنڀور، صراف ۽ منتائي ته هلندا ئي رڳو واپار آسري هئا ۽ ٺٺ ڏيڪاءَ وارا ڏيساوري اسم جهڙوڪ عراق مان اچا يا هلڪا ڪاشيءَ جا ٽانو، چين مان چينيءَ ۽ پٿر جا ٽانو، شام مان white paste decorated ۽ نارِ جي ملڪن مان شيون رکڻ لاءِ وڏا سادا ۽ لوٽيائي روغني (alkaline glazed) مَٽَ هتي ايندا هئا. انهي مان سومرن جي دؤر ۾ ٺٺ پري زندگيءَ جي پڻ ڪَل پوي ٿي. لاجورد (lapis lazuli) ڳهه ، مُشڪ، نيرُ، آرينا ۽ ٻيا مهانگا وکر 200 ق-م کان 200ع تائين وانگر 1200ع ۾ به ڀنڀور مان ڏيساور ويندا هئا. عمان جي شهر صحار ۾ پندرهن هزار ايڪڙن تي ميون جا باغ هئا. اتان ميوو ڪاڏي جي اٽاٽ وارن علائقن ڏانهن ويندو هو. ڀنڀور ۾ به پانئجي ٿو ته سڪل ميوي جي اٽاٽ هئي پر ڪا گهٽي نه هوندي.

چين مان سنڌ اچي چينيءَ جا ٽانوَ، ميٺائين رنگ جا پٿر جا ٽانو، celadon ware ۽ گلڪاري ٿيل پٿر جا ٽانو گهرائيندي هئي. هلڪي ڳاڙهي رنگ ۽ مٿان نيري ڪاشي چڙهيل ٿلهي نڪر وارا مَٽَ اولاهن ملڪن ايران، عراق، شام ۽ مصر مان ايندا هئا. هن قسم جا ٽانو ساسانين جي دؤر ۾ ٺهندا هئا ۽ ٻارهين صديءَ تائين ٺهندا آيا. چين ۾ ٺهندڙ چينيءَ جي ٽانون جو نقل ٽانوَ وچ اوڀر ۾ ٺهندا هئا ۽ اتان سنڌ ايندا هئا. اهي ميرانجهڙي رنگ ۽ ڏنڌلي ڪاشيءَ مان سجاپندا هئا. سونيون تندون جڙيل ڪاشيءَ جا ٽانو عراق ۽ ايران مان ايندا هئا. چيني (porcelain)ٽانون جو سري لنڪا ۾ ٺهندڙ نقل منتائي به ڀنڀور مان لڌو آهي. ڪاشيءَ جا ٽانو سنڌ ۾ به ٺهندا هئا پر ايترا سٺا ڪو نه ٿا لڳن. ڏکڻ ايشيا جي ٻين ڀاڱن سان سنڌ جو واپار 1224ع تائين ڀنڀور (ديبل) توڙي ان کانپوءِ لاڙي بندر رستي ٻيڙين ذريعي هلندو هو.

وچ ايشيا، اولهه ايشيا ۽ اتر آفريڪا ۾ گهڻيون آزاد رياستون ٺهي وڃڻ ڪري 874ع ڌاري ديبل جو زوال شروع ٿيو. ڀنڀور (ديبل) مان ان کان پوءِ جا سونا ۽ چانديءَ جا سڪا تمام ٿورا لڌا آهن ۽ اتان جي مسجد جي ٿيل مرمت به اصلوڪيءَ کان گهٽ درجي جي لڳي ٿي. پانئجي ٿو ته غزنوين يا دهليءَ جي سلطانن، 1297ع کانپوءِ علاءُ الدين جي اچڻ تائين، ديبل تي ڪنٽرول ڪرڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪئي، جنهن مان لڳي ٿو ته اتان جو واپار گهٽجي چڪو هو. ٿي سگهي ٿو ته فاطمي خلافت دؤران سنڌ جو مال مصر رستي يورپ وڃڻ ڪري ديبل ٻيهر ڪجهه ساهه کنيو هجي، پر رڳو ٿوري عرصي ڪاڻ.

ان دؤر جو اهم ترين واقعو ديبل يا پراڻي باربريڪان يا ڀنڀور جو 1224ع ۾ جلال الدين خوارزم شاهه هٿان سڙڻ هو. سڪندر جي تاريخدانن شايد هن کي ئي سڪندري بندرگاهه سڏيو آهي. گهاري چاڙهه ۽ سنڌو درياءَ جي ڪلري واهڙ سان آباد هي شهر اٽڪل سورهن سو سالن تائين سنڌ جو سرواڻ بندرگاهه رهيو. پر پوءِ ڪلري واهڙ به هن کان منهن موڙي ويو ۽ هي شهر ڦٽي ويو. سنڌو درياءَ جي بگهاڙ واهڙ تي هڪ نئون بندرگاهه ٺهيو ۽ لاڙي بندر نالي سان ڪوٺجڻ لڳو. بگهاڙ واهڙ ڦرندو گهرندو ۽ وهڪرا مٽائيندو رهندو هو، تنهنڪري مٿس آباد لاڙي بندر به جايون مٽائيندو رهيو. هن بندرگاهه جا ڪوڙ سارا ماڳ ٻڌايا وڃن ٿا، اهي سچ پچ به سپ جو سپ تيرهين ۽ سترهين صدين جي وچ تي ٺهيل لاڙي بندر ئي آهن. انهن مان هڪڙي گهٽي ايراضيءَ ۾ پکڙيل ماڳ تي پورچوگيزن جي قلعي ۽ گرجا گهر جا ڦٽل آثار هاڻي به موجود آهن. سنڌ ٻاهران ريشم جي تند، ريشمي ڪپڙو، مختلف قسمن جا عطر ۽ سرهاڻيون، ڪَتل، شرابَ، غلامَ، شيشو ۽ هاٿيءَ جا ڏند (عاج) گهرائيندي هئي.

جيئن ته ڀنڀور ۾ ايراني يهودي جهجهي انگ ۾ رهندا هئا، گهڻن ئي يهودي واپارين ۽ رَبّين جي وٽن اچ وڃ هوندي هئي، 1165-1173ع ۾ وٽن بينجامن آف ٽوليڊو آيو هو ۽ اتي سنڌن ديول (synagogue) به هئي. ٿي سگهي ٿو مٿان ”ديول“ جي ڪري شهر تي ديسي نالو ديبل پئجي ويو هجي.

ڪاشيءَ جا سهڻا ساساني ٽانوَ ڀنڀور مان کوٽي ڪڍيا ويا آهن. انهن جهڙا بنا ڪاشيءَ وارا ٽانوَ سومرن جي دؤر جي ڦٽل ماڳن (دڙن) تان لڌا آهن. ٻنهي قسمن جي ٽانون ۾ ڳچيءَ وٽ ننڍڙا چار ڪڙا آهن، جيڪي ڏاڍا سهڻا ٿا لڳن ۽ ٿي سگهي ٿو ته چار رسيون ٻڌي مٿي ٽنگڻ لاءِ هجن. هنن ۾ ترِن، سَرِنهَن ۽ هيرڻ يا ٻين تيلي ٻجن جا تيل يا ٻيا کي پاٽياٽ رکيا هوندا.

هبارين جي راڄ دؤران سنڌ جي شهرن ۾ عربي ۽ سنڌي ٻئي ٻوليون ڳالهائبيون ۽ لکبيون هيون، پر ٻهراڙين ۾ رڳو سنڌي ڳالهائبي هئي. سنڌي ٻولي ڪوڙ سارين لپين ۾ لکبي هئي ۽ خاص ڪري واپاري برادري ڏار ڏار لپيون ڪم آڻيندي هئي. اهڙيون چاليهه کن لپيون اٺويهين صديءَ جي اڳياڙيءَ دؤران عام هيون. ڀنڀور مان لڌل ٺڪرين تي اهڙي هڪڙي لپي لکيل آهي. ائين پڻ ممڪن آهي ته ٺيڪ اکري عربي لپيءَ جي عربي اکرن کي هيٺان مٿان ٽٻڪا ڏئي سنڌي اوچارن وارا ٻاويهه واڌو اکر جوڙيا ويا هجن، پر لپي ٺهڻ ۽ لکجڻ جو هي عمل ضرور هوريان هوريان هليو هوندو. ابن نديم هن لپيءَ جو عڪس ڏنو آهي، پر ڏهن صدين کان وڌيڪ عرصي تائين نقل ٿيندي ٿيندي اها انهي اصلي روپ ۾ نه رهي آهي. سنڌيءَ ۾ ان وقت ۽ هاڻي لکجندڙ انگن ۾ تمام گهٽ ڦيرڦار ٿي آهي.

1181ع / 577هه ۾ سلطان شهاب الدين غوري ديبل تي چڙهائي ڪئي ۽ ساموندي ڪنڌيءَ وارا علائقا هٿ ڪرڻ کان پوءِ ڦرلٽ جو وڏو مال گڏ ڪري غزني هليو ويو.

1194-1199ع / 590-595هه ۾ امام صغاني ڏکڻ ايشيا، سنڌ سميت، جو سفرنامو لکيو. هي ڏکڻ ايشيا ۾ 606 کان 610هه (1209/10 کان 1213ع) ۽ وري 613 کان 615هه (1216/17 کان 1218/19ع) تائين رهيو. خليفي ناظرالدين کيس 616هه (1219/20ع) ۾ التتمش جي دربار ۾ سفير ڪري موڪليو. پنهنجو ڪتاب "الاَباب الذاخِر واللُباب الفاخِر" لکندي 650هه (1252/53ع) ۾ مري ويو. انهي ۾ سنڌ ۽ ديبل جي انهن ساموندي ڦورن جو احوال ڏنو اٿس، جيڪي پناهه عيوض ديبل جي اميرن کي پابنديءَ سان ڏنُ ڏيندا هئا. ان وقت ديبل ۾ چنيسر سومري جي حڪومت هئي.

ٻارهين ۽ تيرهين صدين جي زوراڻتن ۽ ڳوڙن ڀنڀور (ديبل) شهر جو اوچتو انت آندو. (شهر کي سچ پچ خوارزم شاهه 1223/24ع ۾ گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ٿيل سخت ويڙهه کان پوءِ ٻاهه ڏئي ساڙيو، جيئن آثار پارڪن پاران ڪيل کوٽائيءَ مان پڌرو ٿيو آهي). 1221ع / 618هه ۾ جلال الدين خوارزم شاهه چنگيز خان هٿان سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي شڪست کائي درياءُ ٽپيو ۽ التتمش ۽ قباچه کان مدد گهريائين، جن ٻنهي جواب ڏنس. اتان لاهور پهتو، پنهنجي چڙوچڙ ٿي ويل فوجين مان 10،000 گڏ ڪيائين، لوڻ ڪاٽين وارن کوکرن کي شڪست ڏئي انهن جي حاڪم ۽ قباچه جي دشمن راءِ کوکر سنگين جي ڌيءُ پرڻيو ۽ 7،000 فوجي قباچه جي پنيان موڪليائين، جنهن کي اُچ ويجهو شڪست ٿي ۽ پٺي بکر قلعي ۾ پناهه ورتائين. جلال الدين جو جنرل اُزبڪ طائي، جنهن قباچه جي 20،000 فوجين کي اُچ ويجهو شڪست ڏني هئي، ڪيمپ تي پهتو ۽ قباچه جا ڪجهه سپاهي ٻڌائين. قباچه ملتان ڀڄي ويو. تيستائين شاهه پاڻ به پهتو ۽ اُچ ويجهو ڪيمپ هنيائين ۽ قباچه ڏي ماڻهو موڪليائين ته ملڪ امين جو پٽ ۽ ڌيءُ موٽائي ڏي، جيڪي چنگيز سان سنڌوءَ تي لڳل جنگ مان ڀڄي آيا هئا. اهي موٽايا ويا ۽ عرض ڪيو ويو ته شاهه ٻهراڙيون تباهه نه ڪري. اڳتي هلي قباچه پاران ڏنُ نه ڏيڻ تي خوارزم شاهه اُچ تي حملو ڪيو ۽ ان کي ٻاهه ڏئي ساڙيائين. سيوهڻ تي پڻ حملو ڪيائين. اتان جي گورنر فخر سالاري آڻ مڃي ۽ ٺاهه لاءِ منٿ ڪئي، جيڪا مڃي وئي. شاهه پوءِ ديبل ۽ ڏرميلي ڏانهن هليو. لاڙ سنڌ جو حاڪم چنيسر ٻيڙيءَ تي چڙهي سمنڊ ۾ ڀڄي ويو. شاهه ديبل ۾ مندر جي جاءِ مٿان مسجد ٺهرائي. سندس جنرل خاصي خان نَهرِوَالا تي حملو ڪيو ۽ ڪيترائي اٺ پڪڙيائين. مهم دوران سنڌ جي گهڻي ڀاڱي شهرن ۽ ٻهراڙين کي ساڙيو ويو.

ربيع الثاني 625هه ۾ جلال الدين خوارزم شاهه ۽ انهي جي پنيان اُڪتائي جي سنڌ ۾ مُهمن ۽ شهرن ۽ ٻهراڙين کي ساڙڻ قباچه جي پنهنجي علائقن تي پڪڙ ڍري ڪري وڌي. التتمش، قباچه جي قبضي هيٺ علائقن تي ڪاهه ڪئي. التتمش اُچ تي قبضو ڪيو ۽ پنهنجي وزير نظامُ المُلڪ محمد بن اسد کي بکر قلعي تي ڪڙو چاڙهڻ لاءِ موڪليائين، جتي قباچه پناهه وٺيو وينو هو. نظام الملڪ جي پهچڻ تي قباچه 22 جمادي الاول تي بکر قلعي تان سنڌو درياءَ ۾ ٽپو ڏئي آپگهات ڪري ڇڏيو. راورٽي لکي ٿو ته مَلڪ سَنانُ الدين حباش (چنيسر)، جنهن انوقت سنڌ (لاڙ) ۽ ديبل تي حڪومت پئي ڪئي، التتمش جو ٻيلپو ڏيڻ قبوليو. ڊاڪٽر دائودپوٽي مطابق چنيسر نظام الملڪ جنيدي سان گڏ دهليءَ ويو. هي پهريون ڀيرو هو جو لاڙ سنڌ جا سومرا دهليءَ جا ٻيلي ٻڌيا.

1290ع / 689هه ۾ اسماعيلي پرچارڪ پير صدرالدين سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌي شاعريءَ ۾ پرچار ڪيو، جنهن جا حصا اڄ به هلن ٿا. انهي سنڌيءَ لاءِ 40 اکري نئين لپي پڻ ٺاهي، جيڪا بمبئي مان ويجهڙ تائين ڇپجندي رهي. اها خواجا-ڪِي يا خوجڪي لپي سڏجي ٿي. خوجڪي لپيءَ جو بنياد 1226ع ۾ تباهه ٿيل ڀنڀور مان لڌل ڪا آڳاٽي سنڌي لپي آهي.

1223/24ع ۾ خوارزم شاهه جي بربريت ۽ مال دولت لاءِ گهٽي گهٽيءَ ۾ ڇتي ويڙهه ڪانپوءِ شهر کي ٻاهه ڏيڻ سان ڀنڀور (ديبل) شهر جو اُمالڪ انت ٿيو. آثارن جي کوٽائيءَ مان هن ڳالهه جا چٽا ثبوت مليا آهن. شهر جي گهٽين مان انساني کوپڙيون لڌيون آهن، پر انهن ۾ ميڄالي جي والار جو تناسب (Cephalic Index) لهي تڏهوڪي ۽ اڄوڪي انساني نسلن ۾ ڦيرڦارجو پتو نه لڳايو ويو آهي. وڌيڪ کوٽائي ٿئي ته اها خبر به پوندي ته آيا انوقت مئن کي ساڙيو ويندو هو، پوريو ويندو هو يا رڳو چڱن مڙسن ۽ پيرن فقيرن کي پوريو ويندو هو. انسانن ۽ جانورن جي هڏن جو سنه آسانيءَ سان لهي سگهجي ٿو. هڏن ۾ وَههَ، پروٽين ۽ ڪوليجن هوندا آهن. موت کان پوءِ آڪسيجن نه ملڻ ڪري وَههَ ۽ پروٽين جهٽ ڳري ويندا آهن، پر ڪوليجن کي ڳرڻ ۾ گهڻو وقت لڳندو آهي، تنهنڪري نائٽروجن ٽيسٽ سان موت جو وقت سولائيءَ سان لهي سگهجي ٿو. پاڪستان جا آثار پارڪو اهو به نه ٿا ڪن.

آثار پرڪ ڏاڍو ڪارائتو علم آهي. آثار پارڪُو شيون نه پر ماڻهو کوٽي ڪڍندا آهن. ٺيڪ ته ائين گهرجي ها ته آثار پرڪ جو ڏانءُ ڏيندڙ سِکيا سيشن ڪرائي، ماهر آثار پارڪن جي نگرانيءَ ۾ سنجيد گيءَ سان کوٽائي ڪرائي، اتان ملندڙ ڄاڻ اڳ موجود مناسب ۽ اٽڌُري تاريخي ڄاڻ سان ڀيٽائي ۽ ٺهڪائي ماضيءَ جي مختلف ڏيکن جهڙوڪ سيئتائي، ثقافتي ۽ معاشي اوسر ۽ لاڳاپيل جُڳن جي نسلي ۽ سماجي جوڙجڪ وغيره بابت دڙي ۾ دفن رازن کي اجاگر ڪيو وڃي ها. پر لڳي ائين ٿو ته بدقسمتيءَ سان سنڌ جا هي آثاري ماڳ آثار پارڪُن بجاءِ راڳ پارڪُن ۽ لوڪ ڪٿاڪارن جي هٿن ۾ ڏنا ويا آهن، جيڪي هتي گهربل ڪم بدران فرمائشي راڳي گهرائي، انهن کان مائوٽ ميڊيا جي گهڙيل لوڪ ڪٿائن آڌار رچيل راڳ ڳارائي، انهن لوڪ ڪٿائن جي "popular sentiment" جي اوڍر ۾ وس ڏٽين جي سياسي ايجنڊا پروان چاڙهي رهيا آهن. ڊپ ان ڳالهه جو آهي ته ڪٿي ائين نه ٿئي جو سنڌ جي سڀ کان پراڻي وسيل ۽ اڄا تائين آباد شهر سيوهڻ وانگر هن شهر جي تاريخي حيثيت به راڳ جي لُٽ ۾ لُٽائجي ڪنهن "پيراٺي پڙي" يا "ڪنهن ديو پاران اٿلائي غرق ڪيل دڙي" واري ٿي وڃي.